Up-to-Date 2015-2016

## سنڌي نصاب

(... گهڻ جوابي/بندائتا سوال)

**سوال نمبر1: هيٺ ڏنل سوالن جا صحيح جواب چونڊيو/لکو.**

1. **پاڪ سڳورن ﷺ جي سهڻي اخلاق جي شاهدي ............ ڏني آهي.**
   (الف) حديث شريف (ب) جبريل عليه السلام (ج) قرآن مجيد (د) حضرت عائشه رضه

2. **............ تي ٻه لشڪر بيهاريو ويو ته جيئن امام تائين پاڻي نه پهچي سگهي.**
   (الف) نيل درياءَ (ب) نهر زبيده (ج) فرات نهر (د) انهن مان ڪوبه نه

3. **دين اسلام ............ جو نظريو پيش ڪري ٿو.**
   (الف) مساوات (ب) انقلاب (ج) امن (د) توحيد

4. **علامه آءِ. آءِ. قاضي جي والد صاحب کي حيدرآباد ۾ ............ مقرر ڪيو ويو.**
   (الف) جج (ب) ڊپٽي ڪمشنر (ج) مختيارڪار (د) استاد

5. **اسرائيل فلسطين تي ............ سن ۾ قبضو ڪيو.**
   (الف) 1950ع (ب) 1947ع (ج) 1948ع (د) 1946ع

6. **چارئي پاڻ ............ جي عقل تي دنگ رهجي ويا.**
   (الف) پيءُ (ب) وزير (ج) بادشاهه (د) راڻي

7. **اڄ ڪلهه نوڪري نه ملڻ جو ڪارڻ ............ آهي.**
   (الف) بي مقصد تعليم (ب) اڌوري تعليم (ج) غير فني تعليم
   (د) خانگي تعليم

8. **گائيٽر جي بيماري ............ جي کوٽ سبب ٿئي ٿي.**
   (الف) پروٽين (ب) آيوڊين (ج) صاف پاڻي (د) انهن مان ڪوبه نه

9. **............ کي آفاقي شاعر سڏجي ٿو.**
   (الف) مرزا قليچ بيگ (ب) شيخ اياز (ج) سچل سرمست (د) شاهه عبداللطيف

10. **سنڌي مرثيه گوئيءَ ۾ ............ جو ڪوبه مٽ ڪونهي.**
    (الف) مير عبدالحسين سانگي (ب) سيد ثابت علي شاهه
    (ج) مير حسن علي خان (د) حاجي احمد ملاح

11. **اجايو خرچ ڪندڙ کي ............ جو ڀاءُ سڏيو ويو آهي.**
    (الف) بخيل (ب) ڪنجوس (ج) سخي (د) شيطان

12. **ڪمپيوٽر انساني دماغ جو اهم ............ آهي.**
    (الف) ڪارنامو (ب) تحفو (ج) ڪرشمو (د) عطيو

13. **موجوده دور ۾ نثري صنفن ۾ ............ کي اهميت حاصل آهي.**
    (الف) ڊرامي (ب) مضمون نگاري (ج) ڪهاڻي (د) ناٽڪ

14. **اسلام اسان کي سيکاريو آهي ته اسين ............ اختيار ڪريون.**
    (الف) رواداري (ب) ايثار ۽ قرباني (ج) سٺو سلوڪ
    (د) ديانتداري

15. **عربن جي ڪاهه وقت ............ شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو.**
    (الف) ديبل بندر (ب) سيوهڻ (ج) روهڙي (د) اروڙ